**عزيزالله پوهيو**

## روهڙي سکر ۾ 8 مارچ تي عورتن جي آزاديءَ جو جلوس ۽ جلسو

منهنجي سامهون سنڌي اخبار روزانہ ڪوشش سکر، تاريخ 25 فيبروري 2020 جو پرچو آهي، هن ۾ هڪ خبر جي ٽن ڪالمن واري پهرين صفحي تي سرخي آهي تہ جي يو آءِ ڪي عورت آزادي مارچ مان تڪليف، سکر ۾ رستا روڪ جي ڌمڪي، اخباري بيان مطابق جي يو آءِ وارن چيو آهي تہ هتي اين جي اوز جي پليٽ فارم تي آزادي مارچ نالي ڪم ڪندڙ عورتون اهي مغربي ميڊيا تي ڪم ڪري رهيون آهن. جنهن ڪي اسان آئين ۽ قانون جي خلاف ورزي سمجهون ٿا. ضلع سکر پني عاقل ۾ ڪيل ميٽنگ جي اندر جي يو آءِ جي عالمن پنهنجي اخباري بيان ۾ عورتن جي مختلف تنظيمن طرفان آزادي مارچ ڪرڻ مٿان انکي نڪاح مخالف مهم هلائڻ قرار ڏنو آهي. ڄاڻڻ گهرجي تہ 8 مارچ تي سکر روهڙي واري آزادي مارچ نالي مختلف تنظيمن هلائڻ واريون سڀ عورتون سماج سڌار آهن انهن جي وڏي اڪثريت جو تعلق تعليم جي معزز پيشي سان آهي، استاد طبقي سان آهي جيڪي پرائمري سيڪنڊري ڪاليج ۽ يونيورسٽي ليول تائين جون استاد آهن ۽ انهن تنظيمن جون ممبر عورتون ڪافي تعداد ۾ وڪيل بہ آهن جيڪي عدالت جي مانائتي شعبي سان تعلق رکن ٿيون انهن جي مٿان جي يو آءِ جي ممبر عالمن جو اهو الزام تہ اهي عورتون آزادي مارچ نالي سان نڪاح مخالف مهم هلائڻ گهرن ٿيون، اهو انهن عالمن جو ناجائز ۽ غلط الزام آهي، اها تهمت آهي، اهو بهتان آهي، جنهنکي ملڪي عدالتن ۾ چئلنج ڪري ازالہ حيثيت عرفي جي قانون هيٺ فيصلو وٺي سگهجي ٿو. سورة النساءِ نمبر چار جي آيت نمبر 127 ۾ رب تعالىٰ فرمائي ٿو تہ اي منهنجا نبي! توکان فتوي طلب ڪن ٿا ماڻهو عورتن جي معاملي ۾. تون ماڻهن کي ٻڌاءِ تہ اها فتوي الله پاڻ ٿو ڏئي يعني عورتن جي حقن لاءِ انهن جو مفتي الله پاڻ آهي رب تعالىٰ اها ڳالهہ ڪري جڻ تہ پابند ڪري ڇڏيو تہ عورتن جي مسئلن ۾ صرف الله کان يعني صرف قرآن کان فيصلا ورتا وڃن نہ کنهن ٻين علمن کان! پوءِ انهيءَ ئي آيت ۾ رب پاڪ ٻڌائي ٿو تہ توهانجي معاشري ۾ بيواهہ ۽ بي سهارا بنايل عورتن جي باري ۾ توهان مردن مٿان مون الله جي ايف آئي آر چارجز هي آهن تہ توهان عورتن کي آزاديءَ جا اهي حق جيڪي مون الله پنهنجي قرآن ۾ انهن کي ڏنا آهن توهان انهنکي اهي نہ پيا ڏيو. الٽو انهن بيواهين کي لاوارث سمجهي سستي نموني سان شاديون رچائڻ چاهيو ٿا ۽ انهن جي ڪمزور ۽ لاوارث ٻارن جا بہ وارث بنجڻ گهرو ٿا جڏهن تہ مون الله جو حڪم آهي تہ معاشري جي بيواهہ عورتن ۽ ٻارن جي سنڀال لاءِ انصاف وارو مستقل ڊپارٽمنٽ قائم ڪيو وڃي. جي يو آءِ جي عالمن جي سرپرستي هيٺ هلندڙ مدرسن ۾ پڙهائي ويندڙ دينيات ۾ هي مسئلا پڙهايا ٿا وڃن تہ نڪاح مهل ڪنواري ڇوڪري کان جنهن وقت پڇيو وڃي تہ توکي نڪاح ۾ فلاڻو پٽ فلاڻي جو بطور مڙس جي قبول آهي؟ پوءِ جواب ۾ جيڪڏهن ڇوڪري ڪجهہ بہ نہ چوي ۽ چپ ڪري تہ اهو نڪاح ٿي ويو ۽ چپ ڪرڻ کي رضامندي طور قبول ڪيو ويندو، جڏهن تہ قرآن حڪيم سورت نساءِ جي آيت نمبر 21 ۾ فرمايو آهي تہ عورتون نڪاح لاءِ توهان مڙسن سان پڪو معاهدو ڪري چڪيون آهن يعني ايگريمنٽ ڪري چڪيون آهن سو هي طئي آهي تہ پڪو معاهدو چپ رهڻ سان ڪونہ ٿي

سگهندو آهي. جي يو آءِ جي بيان ۾ هي بہ چيو ويو آهي عالمن سنڌ سميت ملڪ ۾ هميشہ عورتن جي حقن جي تحفظ جي ڳالهہ ڪئي آهي، جي يو آءِ جي انهي دعوي ڪانپوءِ اسانجو سوال آهي تہ ڇا پوءِ توهان پنهنجي مدرسن ۾ خلاف قرآن پڙهايو ويندڙ مسئلي چپ ڪي رضامندو قرار ڏيڻ جون روايتون نصاب منجهان ڇو ڪونہ ڪڍيون آهن ۽ اڃا تائين اهي مسئلا ڇو پيا ٿا طالب علمن ڪي پڙهايو؟ اوهان جي انهيءَ ٻٽي پاليسيءَ ڪي ڇا چوڻ گهرجي؟ هاڻ ٻڌايو تہ اوهان اسانجي حقن جو تحفظ ڪهڙو پيا ڪيو. نڪاح دوران ايجاب قبول جي سوال جي جواب ۾ عورت جو چپ ڪرڻ اهو هرگز بہ رضامندو نٿو ٿي سگهي ڇو تہ اهڙي چپ جي پويان عين ممڪن آهي تہ واپاري صفت وارثن جو تشدد وارو جبر هجي. انڪري اها چپ جبر جو نتيجو تصور ڪئي ويندي جنهن ڪي قرآن حڪيم سورت نساءِ جي آيت نمبر 19 ۾ حڪومت ڪي حڪم ڏنو آهي تہ عورتن مٿان جبر جا سڀ رستا بند ڪيا وڃن. قرآن حڪيم عورتن ڪي نڪاح جي مهر ۾ سون چانديءَ جو ڍير ڏيڻ جو حڪم ڪيو آهي بحوالہ سورت النساءِ آيت نمبر 20 پوءِ جي يو آءِ جا عالم ٻڌائين تہ انهن جي مدرسن واري دينيات ۾ مهر جو مقدار اڍائي درهم يا ڪپڙي جو چپوٽو يا گهوٽ ڪي قرآن جون ڪجهہ سورتون ياد هجڻ ڪي ڇو بطور مهر جي عوض واريون روايتون پڙهائي رهيا آهيو. سو اهڙي دينيات جي تعليم جا فاضل اسان جي عورتن جي حقن جي ڪهڙي حمايت ۽ حفاظت ڪري سگهندا. قرآن حڪيم سورة نساءِ جي آيت ڪريمہ چوٽيهہ ۾ فرمايو آهي تہ مرد، عورتن لاءِ گهريلو گهرجن وارين شين جي بندوبست ڪري ڏيڻ جا ذميوار آهن. تہ عالمن انهيءَ آيت جي ترجمي ۾ مڙسن ڪي زالن جي مٿان حڪمران واري معني ڪري ڇڏي آهي. انهيءَ ساڳي آيت ۾ عورتن جي مڙسن ڪان اختلافن سبب رسي وڃڻ ڪي قرآن حڪيم انهن ڪي پهرين اسٽيج تي نصيحت ذريعي سمجهائڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي پوءِ ان جو جيڪڏهن اثر نہ ٿئي تہ ٻي اسٽيج تي آرامگاه جدا ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي پر انجو بہ جيڪڏهن اثر نہ ٿئي تہ ٽين اسٽيج تي آرامگاه جدا ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي جنهن ۾ هي سمجهايو آهي تہ عورت ڪي ان جدائي جو ڪارڻ بہ بيان ڪري سمجهايو وڃي تہ هن ڪانپوءِ آخري اسٽيج طلاق تي پهچي سگهي ٿي تہ عام قسم جي ترجمي ڪندڙن لفظ اضربوهن جي معنىٰ مار ڏيڻ لکي آهي.

جڏهن تہ لفظ ضرب جو قرآن حڪيم ۾ اندازاً اٺهٺ ڀيرا ذڪر آيو آهي جنهن جي ڪيترائي ڀيرا يعني ٽيهٺ ڀيرا معنىٰ سفر ڪرڻ ۽ بيان ڪرڻ مراد آهي صرف ڇهہ ڀيرا مارڪيڻ جي معنىٰ آهي سا بہ ملائڪن جي هٿان دوزخ ۾ ڏوهارين ڪي يا ميدان جنگ ۾ انقلاب دشمنن ڪي يا ٻتن ڪي ابراهيم عليہ السلام جي مارڻ واري ڳالهہ جي معنىٰ آهي. جڏهن تہ عورت نہ ٻت آهي نہ دوزخ ۾ آهي.

قرآن حڪيم نڪاح جي عمر پڪي جواني ۽ ذهني بلوغت لکي آهي (بحوالہ سورة نساءِ آيت نمبر6) پوءِ مولوين وٽ پڙهائي ويندڙ دينيات جي روايتن ۾ نڪاح جي عمر خلاف قرآن ڇهہ سال ۽ نو سال آهي پوءِ اهي عالم ۽ مولوي جيڪا اڃا تائين نابالغ ٻارن جي شادين جون روايتون پيا مدرسن جي اندر پڙهائين اهي عورتن جي حقن جي حمايت ۽ حفاظت ڪهڙي ڪري سگهندا؟. قرآن حڪيم نڪاح ۽ طلاق ڪي پنچائتي ۽ عدالتي مسئلو قرار ڏنو آهي سورت النساءِ آيت 35، جڏهن تہ مولوين جي مدرسن واري نصاب تعليم جي فقهن ۾ طلاق ڏيڻ جو هڪ طرفو اختيار ۽ پاور صرف اڪيلي مڙس

ڪي حاصل آهي ۽ عورت جي موقف کي ڪجهه به نه. پوءِ ٻڌايو وڃي ته جي يو آءِ وارن جي دعوي مطابق هو عورتن جي کهڙن حقن جي حفاظت ڪرڻ ۾ ساٿ ڏيندا. جي يو آءِ جي عالمن پنهنجي ميٽنگ جي اخباري رپورٽ ۾ لکيو آهي ته اهي عورتن سان انهن جي هيٺين مسئلن ۾ احتجاج ڪرڻ تي سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهن ورهاست ۾ نظرانداز ڪرڻ. جبري نڪاح. فحاشي بند ڪرائڻ ۽ ڪارنهن الزام ۾ عورتن جي ناحق قتلام خلاف آئين ۽ شريعت جي روشني ۾ جدوجهد ڪندا. ان آڇ تي عورتن جو جواب آهي ته جي يو آءِ ملڪ جي سڀن مسئلن لاءِ هڪ وڏي سياسي پارٽي آهي پهريائين اهي ٻڌائين ته انهن اهڙن مسئلن لاءِ پاڻ ڪهڙي تحريڪ هلائي آهي ۽ جڏهن هو ايڏي طاقت به رکن ٿا جو ملڪ جي وزير اعظم کي هٽائڻ جو اڪيلي سر دم هڻي سگهن ٿا ته اسانجي مسئلن لاءِ اسان عورتن کان سواءِ ڇو ڪونه ٿا اهي مسئلا پاڻ پنهنجي ايجنڊا ۾ رکي احتجاج مهل مڃائڻ لاءِ پيش ڪن. پر اهي عالم سڀ‍ُورا اهي سماجي مسئلا ڪٽي به ڪيئين سگهندا جو وقت جي حڪومت ته مولوين جي چوڻ کان سواءِ غير ملڪي ۽ غير مسلم دانشوارن جي اعتراضن سبب نا بالغ ٻارن جي شادي تي بندش جو قانون قبول ڪري اهڙن گهوٽن، شادين ۽ نڪاح پڙهائيندڙ مولوين کي گرفتار پئي ڪري، پر مولوين اڃا تائين نابالغ ٻارڙين جي شادين کي ناجائز قرار ڪونه ڏنو آهي ۽ نه ئي انهن جي جائز هجڻ وارين روايتن تان هٿ ئي کنيو آهي. بلڪ اڄ تائين پيا اهڙيون حديثون پڙهائين ته نبي سائين جن پنهنجي هڪڙي گهر واري سان ان جي ڇهن سالن جي عمر ۾ مڱڻو ڪيو ۽ نون سالن جي عمر ۾ شادي ڪئي. قرآن حڪيم جي سورت بقره جي آيت 228 ۾ عورتن ۽ مردن کي مڙني حقن حقوقن ۾ رب تعاليٰ هڪ جيترو برابر قرار ڏنو آهي سواءِ طلاق کان پوءِ عدت جي مسئلي ۾ جو اها صرف عورت مٿان آهي مردن مٿان ڪانهي باقي ڳالهين ۾ مردن جي برابر عورتون هڪ جيترا حق رکن ٿيون.